عربيءَ مان ترجمو ٿيل آکاڻيون

# شينهن ۽ ڪُئي جي ڳالهه

مترجم

محمد قاسم سومرو

روشني

Roshni Book No. 190

كتاب جو نالو: شينهن ۽ ڪئي جي ڳالهه
مترجم: محمد قاسم سومرو

ڇاپو پهريون: © روشني 2001ع
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزرس، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ

## اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر - حيدرآباد
سنڌ بڪ ڪلب، رابعه اسڪوائر - حيدرآباد
ڪانياواڙ اسٽور - اردو بازار، ڪراچي
رابيل ڪتاب گهر - لاڙڪاڻو
رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر - لاڙڪاڻو
عزيز ڪتاب گهر - بئراج روڊ، سکر
مولوي نذير احمد مهر، گول مسجد - سکر
ڪتاب مرڪز - فيريئر روڊ، سکر
يونائيٽيڊ بڪ لينڊ - مهراڻ مرڪز، سکر
مولانا عطاءُ الله ٽونيه مدرسه، سراج (محلو) پير شريف
نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
قاسميه لائبرري - ڪنڊيارو
مڪتبه عثمانيه چنيهاڻي - ڪنڊيارو

# شينهن ۽ ڪُئي جي ڳالهه

هڪڙو هو شينهن، جيڪو گهاٽي ٻيلي ۾ ستو پيو هو. هن کي ننڊ پئي آئي ته ايتري ۾ هڪ ڪُئو پنهنجي ڏرڙ مان نڪتو ۽ شينهن جي مٿان ٽپندو ڪڏندو لنگهي ويو. شينهن کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي. ڇو ته ڪئي هن جي ننڊ ڦٽائي هئي.

هوڏانهن ڪئي کي ٻه ڪٽيءَ ڪنيو جو وري شينهن جي مٿان اچي لنگهيو. هن ڀيري شينهن جهاٽو هڻي،ڪئي کي چنبي ۾ ڪٽي قابو ڪيو ۽ چنبي کي پڪوڙي ،ڪئي کي مارڻ تي هو ته ،ڪمزور ڪئي روئي ڏنو. چين چين ڪري دانهون پئي ڪيائين. ڪئي جي دانهن تي شينهن کي مٿس رحم اچي ويو ۽ ڇڏي ڏنائينس (دل ۾ چوي پيو ته: ٻچ پاڙيا! ڇا ياد ڪندين؟ وري هتان نه لنگهجانءِ!)

ٻئي ڏينهن ساڳئي ٻيلي ۾ شڪار ڪندڙ ماڻهن شينهن کي ڦاسائڻ لاءِ وڏو پنجوڙ (يعني ٽلهن رسن مان نهيل ڄار) ڪٽي اڏيو ۽ ساڳيو شينهن ان پنجوڙ

۾ قاسي پيو. پوءِ تہ گجگوڙيون ۽ رڙيون پئي ڪيائين.

شينهن جي دانهن تي ساڳيو ڪئو اتي اچي پهتو. شينهن کي قاتل ڏسي،ڪيس چيائين تہ: توهان پرواهہ نہ ڪريو. آءٌ توهان کي ڇڏائڻ لاءِ وس ڪريان ٿو. پوءِ تہ، ڪئي تکن ڏندن سان پنجوڙ جي رسن کي هتان هتان ڪترڻ شروع ڪيو ۽ ٿوري ئي وقت ۾ شينهن آزاد ٿي ويو.

پوءِ تہ ڪئي جا ڏاڍا ٿورا پيو مڃي ۽ ڪئي کي چيائين تہ: آءٌ سمجهان پيو تہ تو جهڙو ننڍڙو ۽ ڪمزور جانور منهن جي ڪم ڪيئن اچي سگهندو؟ ڪئي وراڻيو تہ: اي جهنگل جا بادشاهہ!ڪنهن کي بہ گهٽ نہ سمجهجي. وقت سان ڪمزور بہ ڪم اچي ويندو آهي.

# فقير ۽ ڪتو

هڪڙو هو ٻينو ڇوڪرو. ان کي ڪتان خيراتي ماني ملي. هو رستي جي پاسي ۾ ويهي اها ماني کائي رهيو هو. ايتري ۾ ڇوڪر جي نظر هڪ ڪتي تي پئجي وئي، جيڪو هن کان پرڀرو زمين تي ستو پيو هو. پوءِ ته هن فقير ڇوڪري کي شرارت سُجهي آئي. ڪُور ڪُور ڪري ڪتي کي سڏيائين.

جڏهن ڪتو وٽس اچي پهتو، تڏهن ڇوڪري هٿ ۾ ڳيو جهلي، ڪتي کي ڏيڻ لاءِ هٿ وڌايو. ويچاري بکايل ڪتي سمجهيو ته اجهو ٽُو ڳيو ملي، سو اچي ڇوڪري جي ويجهو بيٺو. هوڏانهن ڇوڪري ڇا ڪيو جو ڪتي کي ڳيي ڏيڻ بدران پاسي ۾ پيل لٺ کڻي، ڪتي جي مٿي ۾ وهائي ڪڍيائين. ڪتو ويچارو ڪَئُون ڪندو وٺي ڀڳو. ڏاڍو سور ٽيس پر هو ڪجهه ڪري نه پيو سگهي.

اهو نظارو هڪ ماڻهوءَ پنهنجي گهر جي دريءَ مان ڏسي رهيو هو ته ڇوڪري ڪيئن نه شرارت ڪئي

آهي. پوءِ تہ ان بہ هڪ سوٽي ڪنئي ۽ اها پنيان لڪائي دروازي ڪان ٻاهر نڪتو. ٻئي هٿ ۾ روپيو جهلي ساڳئي فقير ڇوڪري ڪي سڏ ڪيائين. هو ٽپ ڏئي هڪدم آتيو. خيراتي روپئي وٺڻ لاءِ تڪڙو وجي دروازي وٽ پهتو.

جيئن ڇوڪري روپئي وٺڻ لاءِ هٿ ڊگهو ڪيو. تيئن هن ماٺهوءَ زور سان هٿ ۾ لڪايل سوٽي وهائي ڪڍيس. هاٿي هيءُ بہ رڙيون پيو ڪري. روئيندي هن ماٺهوءَ کي چيائين تہ: تو مون کي سوٽي ڇو هنئي؟ مون توکان خير گهريو تہ ڪونہ هو. تو پاڻ سڏ ڪيو هو.

هن ماٺهوءَ چيس: تو ڪتي کي لٺ ڇو هنئي؟ ان توکان ڀيو گهريو تہ ڪونہ هو. تولاءِ اها سزا سٺي آهي.

# غريب هاري ۽ گوگڙو

هڪڙو هو غريب مسڪين هاري. ٿوري ٻني پنهنجي هئس. جنهن ۾ ڀاڄيون پوکيندو هو ۽ سڄو ڏينهن ٻنيءَ ۾ پيو ڪم ڪار ڪندو هو، ڪڏهن هر ڪاهي ته ڪڏهن ڀاڄين مان گاهه ڪڍي يا ٻوٽن کي گڏ ڏئي مطلب ته ڏاڍو اورچ ۽ محنتي هاري هو. ان ڪري ٿوري ٻنيءَ مان چڱو نفعو حاصل ڪندو هو. ڀاڄيون مارڪيٽ ۾ وڪڻي پيو گذر ڪندو هو.

هڪ دفعي ڪنهن ٻاري ۾ هن گوگڙو پوکيا. الله جي قدرت جو ان ٻاري ۾ هڪڙو گوگڙو ايڏو وڏو ٿيو جو هاريءَ اڳ ۾ ان جيڏو گوگڙو ڏٺو ئي ڪونه هو. دل ۾ سوچيائين ته، هيءُ ڀلو گوگڙو ملڪ جي بادشاهه کي سوکڙيءَ طور ڏئي اچي.

اهو سوچي، گوگڙو کڻي وڃي وقت جي بادشاهه وٽ پهتو. گوگڙو تحفي طور پيش ڪيائين. بادشاهه هاريءَ جي محنت، محبت ۽ خلوص ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ انعام طور هاريءَ کي ٻه ٽي هزار روپيا ڪڍي ڏنائين.

اها خبر پرپاسي جي ٻين هارين کي بہ پئي. جن ۾ هڪڙو هاري ڏاڍو حريص، لالچي ۽ حاسد هوندو هو. تنهن دل ۾ سوچيو تہ، اهڙي سخي بادشاهہ وٽ ڇو نہ آءُ بہ ڪو تحفو کڻي وڃي پهچان ۽ وڏو انعام ڪمايان.

اهو سوچي هڪ ٿلهو متارو ۽ سهڻو گهنتو ڪاهي وڃي بادشاهہ وٽ پهتو. ان کي چيائين تہ: هيءُ گهنتو سائين جن لاءِ سوکڙي آندو اٿم. بادشاهہ وراڻيو تہ: مون کي گهٽي جي ڪا ضرورت ڪانہ آهي، آءُ گهنتو ڪاڏي ڪندس. پوءِ تہ هيءُ حريص هاري بادشاهہ کي منٿون ڪرڻ لڳو تہ ڀلائي ڪري، منهنجو آندل هديہ قبول ڪريو.

بادشاهہ مجبور ٿي گهنتو قبوليو ۽ حريص هاريءَ کي چيائين تہ توکي موٽ ۾ اهڙي شيءِ ڏيان ٿو، جيڪا مون هن گهٽي جي قيمت کان ٻيڻا پئسا ڏئي ورتي آهي. لالچي هاري ڏاڍو سرهو ٿيو تہ اجهو ٿو هزارين روپيا انعام ملي. پر بادشاهہ ڇا ڪيو جو، هن پهرئين هاريءَ وارو آندل گوگڙو کڻي هن هاريءَ کي ڏنو. اهو حال ڏسي حريص هاريءَ جي منهن جو پنو ٿي لهي ويو. پوءِ تہ بنا ڪنهن نفعي جي پريشان ۽ پشيمان ٿي موٽيو ۽ ڳوٺ ۾ مشهور ٿيو تہ: لالچي هاري گهنتو ڏئي گوگڙو وٺي آيو.

# ٻناڪي دوست

هڪڙا ٻہ دوست پاڻ ۾ گڏجي سفر ڪري رهيا هئا. هلندي هلندي ڪنهن جهنگ ۾ اچي پهتا. اهو جهنگ تمام گهاٽو هو. ان ۾ خطرناڪ جانور رهندا هئا.

ٻن دوستن مان هڪڙو جانورن جي حملي کان ڊڄي رهيو هو. ٻيو چوي پيو تہ پاڻ سان ڪو هٿيار بہ ڪونہ آهي، جنهن سان جانورن جو مقابلو ڪري سگهجي. اهو ٻڌي ٻئي دوست چيو تہ: تون ڪا پرواهہ نہ ڪر. مون جهڙو پهلوان توسان گڏ آهي، تہ ڇاجي ڳڻتي ڪرين؟ ڪو شينهن، بگهڙ وغيره آيو تہ آءٌ اڪيلو ئي ساڻس مقابلو ڪندس، توکي هٿي ان جي ڇاڙي پيچي رکندس.

مطلب تہ هو دوست ٻناڪون هڻندو پئي هليو، تہ ايتري ۾ ڪنهن جهنگلي رڇ جو آواز ٻڌائون، جيڪو هنن ڏانهن اچي رهيو هو، پوءِ تہ ٻناڪي پهلوان ڪنهن وڻ جي چوٽيءَ تي چڙهي ويو ۽ ٻئي ساٿيءَ ڪني وڻ

تي چڙهڻ ڪونہ ايندو هو، سو زمين تي سمهي پيو. اهڙو ساهہ منجهايائين جو چڻ مئو پيو آهي.

ايتري ۾ رڇ بہ اچي پهتو. هن سنتل ماڻهوءَ کي چوڌاري ڦري سنگهي رهيو هو. جڏهن رڇ سمجهيو تہ هيءُ مئل ماڻهو آهي، تڏهن اتان هليو ويو. ڇو تہ رڇ مئل ماڻهوءَ کي نہ کائيندو آهي. البت جيئري ماڻهوءَ کي ڀاڙ شڪار ڪري ماري پوءِ کائيندو آهي.

رڇ جي وڃڻ کان پوءِ وڻ تي چڙهيل دوست هيٺ لٿو. هاڻي پنهنجي سنگتيءَ کان پڇيائين تہ: رڇ توسان ڪن ۾ ڪهڙي ڳالهہ پيو ڪري. هن وراڻيو تہ: رڇ ڏاڍو سياڻو هو. چوي پيو تہ: جيڪو اجائي ٻڏتاڪ هڻي ۽ پنهنجي واڪاڻ پاڻ ڪري تہ ان کي ڪُوڙو سمجهہ ۽ مٿس ڀروسو نہ ڪجانءِ. اهو ٻڌي ٻڏتاڪي دوست ڏاڍو لڄي ٿيو.

# ڪبوتر ۽ ماڪوڙي

هڪڙي ماڪوڙي ڪنهن پاڻيءَ جي نديڙي تلاءَ جي ڪناري تي پاڻي پيئڻ وئي. پاڻي پيئندي هن جو پير ترڪي ويو ۽ پاڻيءَ ۾ وڃي پئي. گهڻئي چنگهون ٻانهون هلايائين پر پاڻيءَ مان ٻاهر نڪري نہ سگهي. ويچاري ماڪوڙي هاڻي مرڻ تي هئي.

ان تلاءَ جي ڪپ تي هڪ پٽر پيو هو، جنهن تي هڪ سهڻو ڪبوتر ويٺو هو. اهو هن ماڪوڙيءَ کي ڏسي رهيو هو. هن تي ڏاڍو رحم آيس. پوءِ ڇا ڪيائين جو ميدان مان سڪل گاهہ جو هڪ ڏگهو پن چهنب ۾ کڻي آيو. اهو اچي پاڻيءَ ۾ وڌائين. ماڪوڙي هڪدم پن سان چنبڙي پئي، پوءِ ڪبوتر ٻاهر ڪڍي ورتس، ماڪوڙيءَ کي جيئدان مليو هو، سو ڏاڍو خوش ٿي ۽ ڪبوتر جا ٿورا مڃڻ لڳي.

ڪجهہ ڏينهن گذريا تہ اهو ساڳيو ڪبوتر ڪنهن وڻ تي اچي ويٺو. اتي هڪڙو شڪاري بندوق کڻي اچي پهتو، هو ڪبوتر کي شڪار ڪرڻ پيو

گهري. ڪبوتر جي اک شڪاريءَ تي ڪانء پئي هئي. ان ڪري بي خوف وينو رهيو.

ان وڻ جي پاڙ ۾ ساڳي ماڪوڙيءَ جو گهر هو، جنهن کي ڪبوتر تلاءَ مان ڪڍيو هو. ماڪوڙي شڪاريءَ کي ڏسي ورتو. پوءِ تہ شڪاريءَ جي پير تي چڙهي وئي. جڏهن شڪاريءَ بندوق جي نالي ڪبوتر ڏانهن سڌي ڪئي، ۽ بندوق هٽڻ وارو هو، تڏهن اهڙو زور سان چڪ هنيائيس، جو شڪاريءَ جو هٿ ڏڪي ويو. بندوق جي نالي ڪبوتر کان ڦري وئي، هو نڪاءُ بڏي، صحيح سلامت اڏامي ويو. چوندا آهن تہ: ڪر ڀلائي، تہ ٿئي ڀلائي. يعني ڪنهن سان ڪا چڱائي ڪيل هوندي، تہ وقت تي اها ڪم اچي ويندي.

# نقل لاءِ عقل گهرجي

هڪڙو هو واپاري ان وٽ ٻه گڏهه هئا. هڪڙي تي لوڻ جون ٻوريون ۽ ٻئي تي ڪپهه سان ڀريل ٻوريون لڏي،واپاري ڪنهن سفر تي روانو ٿيو. ٻنهي گڏهن تي هڪ جيترو بار هو. هلندي هلندي هڪ واهه وٽان اچي لنگهيا.

جنهن گڏهه تي لوڻ لڏيل هو، ان کي اڃ لڳي، تنهن واهه مان ٻيهي پاڻي پيتو ۽ واهه ۾ لهي پيو. آهستي آهستي واهه جي وچ تي وڃي پهتو. پوءِ ته لوڻ جو ٻوريون پاڻيءَ ۾ پسڻ لڳيون ۽ لوڻ پاڻيءَ ۾ ڳرڻ لڳو.

ڪجهه وقت کان پوءِ جڏهن گڏهه واهه مان ٻاهر نڪتو،ته بار گهٽو هلڪو ٿي چڪو هوس. هاڻي گڏهه مزي سان تکو تکو هلي رهيو هو. هن ۾ چستي اچي چڪي هئي.

اهو حال ڏسي ٻئي گڏهه (جنهنجي پٺيءَ تي ڪپهه لڏيل هئي) لوڻ واري گڏهه کان پڇيو ته: تو ۾ هينئر ڏاڍي ڦرتي اچي وئي آهي، ان جو ڇا سبب آهي؟ لوڻ واري گڏهه چيو ته: ادا! آءٌ پاڻي پيئڻ جي بهاني

سان واهه ۾ لهي ويس، اتي پاڻيءَ ۾ لوڻ ويو ڳرندو، تڏهن بار هلڪو ٿي پيو. هاڻي ڏاڍي فرحت اٿم.

بئي گڏهه دل ۾ سوچيو تہ: هاڻي رستي ۾ ڪو واهه آيو تہ آءٌ بہ ان ۾ لهي پاڻي پيئندس ۽ واهه جي وچ ۾ وجي ويهندس، جيئن مون تان بہ وزن هلڪو ٿئي. پوءِ آءٌ بہ ٽينگ ٽپا ڏيندس.

اجا ٿورو پنڌ ڪيائون تہ سامهون هڪ واهه نظر آيو، ڪپهه وارو گڏهه ڏاڍو خوش ٿيو. پوءِ تہ پاڻي پيئڻ لاءِ واهه جي ڪپ تي پهتو ۽ پهرئين گڏهه وانگر پاڻي پيئندي آهستي ويو واهه ۾ لهندو. جيئن هن تان بہ بار هلڪو ٿئي. تان تہ مٿس لڏيل ڪپهه پاڻيءَ ۾ پُسڻ لڳي، ان ۾ پاڻي پرجڻ لڳو. هاڻي هن گڏهه تي بار هلڪي ٿيڻ بدران پيٽو ٿي ويو ۽ ڪنجهندو ڪنو ٿيندو، مس مس واهه مان ٻاهر نڪتو. هاڻي تہ هو هلي بہ نہ پئي سگهيو.

اهو حال ڏسي واپاري سمجهي ويو. پوءِ هن پوئين گڏهه کي چيائين: اڙي بي عقل! هرهڪ سان هڪجهڙيون حالتون نہ هونديون آهن. لوڻ تہ پاڻيءَ ۾ ڳري سگهي ٿو، پر ڪپهه ڪيئن ڳرندي؟ اها تہ ڳرڻ بدران ڳري ٿي پوندي. اڙي چريا! نقل لاءِ بہ عقل ٿو گهرجي.

# ٿوري غفلت

هڪڙا هئا ٻه ڪاريگر، اهي گڏجي ڪاٺ جي طاقن مان هڪڙي ٻيڙي ٺاهي رهيا هئا. ڪم ڪندي هڪ طاق کي ڏٺائون ته ان ۾ ننڍڙو سوراخ آهي. جنهن ۾ هڪڙو ننڍو جيت ويٺو آهي. اهو ڏسي هڪڙي ڪاريگر چيو ته: هيءُ طاقُ ٻيڙيءَ ۾ نه لڳائجي. متان اڳتي هلي ان طاق سبب ڪو نقصان ٿئي.

پر ٻئي ڪاريگر چيو ته: هن ننڍڙي جيت سان ڪهڙو فرق پوندو؟ ان کي اڇلائبو ته ڪجهه روپين جو اجايو نقصان ٿيندو. مطلب ته هن ٻئي ڪاريگر جي چوڻ تي جيت جي سوراخ وارو طاق ٻيڙيءَ ۾ هڻي ڇڏيائون.

ٻيڙي ٺهي تيار ٿي ته درياءَ ۾ هلڻ لڳي. سال کن گذرڻ بعد ان جيت طاق ۾ هڪ ٻيو جيت به ڄڻيو. پوءِ ته آهستي آهستي جيت وڌندا ويا. تان ته ان طاق کي اندران ئي اندران کائي کوکلو ڪري ڇڏيائون. هڪ ڏينهن ٻيڙي وچ درياءَ ۾ هلي رهي

هئي تہ ان ڪاڏل طاق ۾ اوچتو سوراخ ٿي پيو ۽ پاڻي ٻيڙيءَ ۾ ڪاهي پيو. پوءِ تہ ٻيڙي ٻڏي وئي ۽ ان ۾ چڙهيل ڪيترا ماڻهو بہ ٻڏي ويا.

ظاهر آهي تہ ٻيڙي ٺاهيندڙ ڪاريگر پهرئين ڏينهن غفلت ڪري ڪاڏل طاق ٻيڙيءَ ۾ نہ هڻن ها، بي پرواهي نہ ڪن ها، تہ هيڏو وڏو حادثو نہ ٿئي ها.

# اٺ ۽ گڏھ جي ڳالھ

هڪڙي اٺ ۽ هڪڙي گڏھ پاڻ ۾ ياراڻي رکي. پوءِ ٻئي گڏجي، ڳوٺ کان ٻاهر ڪنهن پراڻي پوک ۾ چرڻ ويا. چرندي چرندي جڏهن گڏھ جو پيٽ پرجي ويو ۽ ڍؤ ٿي ويس، تڏهن اٺ کي چيائين ته: يار! آءٌ هاڻي راڳ ڳائيندس. اٺ چيس ته: ڀلائي ڪري ائين نہ ڪجانءِ، متان ڪو تنهنجون هينگون ٻڌي وٺي ۽ پڪڙجي پئون.

پر گڏھ هٺو ضدي، تنهن چيو تہ آءٌ ضرور ڳائيندس. ڳائڻ کان سواءِ سک ئي نہ ايندم. ائين چئي، نڙي قاڙي، وڏي آواز سان هينگڻ لڳو. اتفاق سان اتان هڪڙو قافلو لنگهي رهيو هو. سو ماڻهن گڏھ جي هينگڻ جو آواز ٻڌو. پوءِ تہ اٺ ۽ گڏھ کي پڪڙي مار ڏئي، سَتي ڪُٽي پاڻ سان ڪاهي وڃڻ لڳا. ان مهل بہ گڏھ گوهي ڪئي، ضد ڪري ويهي رهيو. اصل نہ پيو هلي. اهو حال ڏسي قافلي وارن گڏھ کي اٺ جي پٺيءَ تي ڪنيو.

پنڌ ڪندي قافلو هڪ پل تان لنگهڻ لڳو. اتي اُٺ گڏھہ کي چيو تہ: دوست! تنهنجي راڳ منهنجي دل تي ڏاڍو اثر ڪيو آهي. سو هاڻي آءٌ ناچ ڪندس. اهو ٻڌي گڏھہ چيو تہ: اڙي اٺ! ائين نہ ڪجانءِ! آءٌ ڪري پوندس تہ هڏا گڏا ڀڄي پوندم.

اٺ چيو تہ آءٌ ضرور نچندس. نہ نچان تہ مزو ئي نہ اچي. ائين چئي، اٺ ٽپي ڪُڏ ڏنا. پوءِ تہ گڏھہ مٿان ڪري پيو، ڪنڌ ڀڄي پيس ۽ مري ويو. تڏهن چوندا آهن تہ جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي، جهڙي نيت تهڙي مراد.

# جهرڪيون ۽ ٻگهه پکي

هڪڙو هو هاري. ان پوک ڪاهي. جڏهن پوک پچي تيار ٿي، تڏهن چؤطرف جي جهار اچي گڏ ٿي. جهرڪين جا ولر اچي پهتا، سنگن مان داڻا ڪڍي کائڻ لڳا. هاري ويچارو، هور پلو، هور ٻلو، ڪري پيو جهار هڪلي، پر جهرڪيون مڙن ئي ڪونه پيون، هاريءَ پوک جي پاسن سان ڪپڙن جا ٽڪرا ٽنگيا، جيئن پکي ڊڄي ڀڄي وڃن. پر ان جوڀه ڪو اثر ڪونه ٿيو. پوءِ پوک ۾ سڪٽا دٻا ٽنگي، انهن کي کڙڪائڻ لڳو. پر جهار اڃا به جهڪي نه ٿي. پوءِ ته هاري ويچارو ڏاڍو تنگ ٿيو. نيٺ هڪڙو ڄار هٿ ڪري، کٽي اڏيائين، جيئن پکي ڦاسي پون ۽ پوک جهار کان بچي پوي.

پوءِ ڇا ٿيو جو، ڄار ۾ گهٽيون جهرڪيون اچي ڦاٿيون. انهن سان گڏ هڪڙو ٻگهه پکي به ڦاٿو. هاري هڪدم اتي پهتو ۽ هڪ هڪ جهرڪيءَ کي ڄار مان ڪڍندو ڪهندو پئي ويو. اهو حال ڏسي

ٻگهہ پکيءَ روئي ڏنو ۽ هاريءَ کي منٿ ڪري چوڻ لڳو تہ: توهان کي خبر آهي تہ: آءٌ ڏٻن ۽ ڍنڍن مان ننڍڙيون ڪُرڙيون ڪائي پيٽ پاليندو آهيان. آءٌ ڪڏهن جا داڻا موربگو ڪائيندو ئي ڪونہ آهيان. البت جهرڪين سان گهاٽي سنگت هجڻ سبب هت پوڪ ۾ اچي ڦهتو هوس ۽ ڦاسي پيو آهيان.

ٻگهہ پکيءَ وڌيڪ چيو تہ: هنن ٻين پکين کي ڀلي کهي ڇڏ، جن تنهن جي پوک جو زيان ڪيو آهي. مون تنهنجو ڪو ڏوهہ نہ ڪيو آهي، نہ داڻا ڪاڌم٠ان ڪري مون کي ڇڏي ڏيو.

هاريءَ وراڻيو تہ: آءٌ ڪيئن چوان ،تہ تو داڻا نہ ڪاڌا هوندا. آءٌ ڏسان وينو تہ تنهنجي سنگت هنن چور ۽ زيان خور جهرڪين سان آهي ۽ ڪوبہ سنگت رکندو انهن سان آهي،جيڪي ساڻس عادتن، اخلاقن ۾ هڪ جهڙا هوندا آهن. آءٌ انسان آهيان، ڏسندس ظاهر کي اندر جي خبر الله کي آهي. باقي چور جهرڪين واري سزا،توکي بہ ضرور ملندي. ائين چئي ٻگهہ پکيءَ کي ڪُهي ڇڏيائين.

پيارا ٻارو! ڏسو تہ خراب سنگت جو ڪهڙو نہ خراب نتيجو نڪتو.

# طوطن سان ڀريل پڃرو

هڪڙو ڇوڪرو ڪٿان طوطا ڦاسائي آيو. انهن کي پڃري ۾ وجهي بازار ۾ وڪڻڻ ويو. اتي هڪڙو ماڻهو پڃري جي ڀرسان اچي بيٺو. طوطن کي چٽائي ڏسي رهيو هو. طوطا ويچارا پڃري ۾ ڪنڊ ڦڙڪائي ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا، پر ڪهڙي طرف کان به ڪين نڪرڻ جي راهه نظر نه پئي آئي.

طوطن جو اهو حال ڏسي، هن ڀلي ماڻهوءَ ڇوڪري کان پڇيو ته: هنن طوطن جي قيمت ڪيتري وٺندين؟ ڇوڪري وراڻيو ته: هڪ طوطي جي قيمت ست روپيا آهي. هن ماڻهوءَ چيو ته: آءٌ هڪ طوطي جو نه، پر سڀني طوطن جي قيمت ڏيان ٿو. پوءِ ڇوڪري طوطا ڳڻي ٻڌايس ته سڀني جا (٦٣) روپيا ٿين ٿا.

هن ماڻهوءَ کيسي مان پئسا ڪڍيا ۽ (٦٣) روپيا ڳڻي ڇوڪري کي ڏنا. هو ڏاڍو خوش ٿيو جو بنا ڪنهن رعايت گهرڻ جي سڀ پئسا ملي ويا هئس.

پوءِ هن ماڻهو پڃرو ورتو ۽ ان جي دري کولي

چڏي. جتان هڪ هڪ تي سڀ طوطا نڪري،"تيون تيون"-ڪندا اُڏامي ويا. هيءُ ڇوڪرو سڀ ڪجهه حيرت مان ڏسي رهيو هو.

نيٺ ان ماڻهوءَ کان پڇيائين تہ: توهان طوطن کي ڇو ڇڏائي ڇڏيو؟ هن ٻڌايو تہ: پٽ! آءٌ ٽي سال ساندهہ جيل ۾ قاتو پيو هوس. مون کي خبر آهي تہ قيد ۾ رهڻ ڪيڏي مصيبت آهي؟ دل ۾ سوچيم تہ: هنن ويچارن طوطن کي پڃري ۾ ڦاسڻ کان پوءِ ايتري تڪليف ضرور ايندي هوندي، جيتري مون کي قيد ۾ محسوس ٿيندي هئي. تڏهن پئسا ڀري هنن کي آزاد ڪري ڇڏيم. ٻلي وڃي آزاديءَ سان اُڏامن ۽ دل سان دعائون ڪن. پکين کي بہ اسان جهڙو ساهہ آهي.

# نياڳو ڪير؟

هڪڙو هو بادشاهہ. اهو بادشاهہ وسواسي ۽ وهمي هوندو هو. هڪ ڏينهن اهو باڊشاهہ محلات مان نڪري شڪار ڪرڻ لاءِ ٻاهر روانو ٿيو. ہہ چار وڪون مس هليو تہ سامهون هڪڙو غريب، مسڪين ماڻهو منهن پئجي ويس. غريب جا ڪپڙا ڦاٽل ۽ هيٺا حال هئا. شڪل صورت جو بہ ويچارو ڪوجهو هو. سو ٻادشاهہ هن کي ڏسندي نوڪرن کي چيو تہ: هن نياڳي کي وٺي قيد ڪيوس. اڄ صبح سان هن چنڊي جو منهن ڏٺو اٿم، سو شڪار ئي ڪونہ لڳندو. اهي اکر هو غريب ٻڌي رهيو هو، پر ڪجھ پڇي نہ سگهيو. پوءِ تہ نوڪرن هن مسڪين کي پڪڙي وڃي جيل ۾ وڌو.

بادشاهہ شام جو شڪار تان موٽيو. اڄ هن کي تمام گھڻو شڪار هٿ آيو هو. ڪيترائي هرڻ، ڦاڙها ماري موٽيو هو، سو ڏاڍو خوش هو. اچڻ سان حڪم ڪيائين تہ غريب کي آزاد ڪري ڇڏيو! نوڪرن

حڪم مجيو ۽ مسڪين کي جيل مان ڪڍي ڇڏيائون.

هاڻي هن ويچاري مسڪين نوڪرن کي عرض ڪيو تہ: آءٌ بادشاهہ سلامت سان بہ لفظ ڳالهائڻ چاهيان ٿو. غريب جو عرض قبول پيو، بادشاهہ آڏو وٺي حاضر ڪيائونس. تڏهن بادشاهہ کي چيائين تہ: سائين دل ۾ نہ ڪريو تہ آءٌ بہ اکر ڳالهايان؟ بادشاهہ گهڻي شڪار سبب خوش هو. تنهن مسڪين کي ڳالهائڻ جي اجازت ڏني. پوءِ ان چيو: سائين! اڄ صبح سان توهانٰ منهنجو ڪوجهو منهن ڏٺو تہ توهان کي گهڻو شڪار هٿ آيو ۽ جڏهن مون توهان جو منهن ڏٺو تہ سڄو ڏينهن بنا ڪنهن ڏوهہ جي وچي جيل ۾ پيس، ٻچن ٻارن لاءِ ڪجهہ ڪمائي بہ نہ سگهيس.

هاڻي ٻڌايو تہ نياڳو ڪير ٿيو؟ اهو ٻڌي بادشاهہ کلي ڏنو ۽ چيائين تہ تون بلڪل سچ ٿو چوين. پوءِ تہ ايترا انعام ڏنائينس جو اڳتي خوش وقت گذارڻ لڳو.

# ٻلا ۽ باندر

ٻن ٻلن ڳڏجي ڪنهن گهر جي رڌڻي مان ڀڪل گوشت جو ٽڪرو چورايو. پوءِ ورهاست تي وڙهي پيا. ۽ ٻئي چٽا ڳڏجي،هڪ باندر وٽ هلي ويا، جيئن اهو هنن ٻن ٻلن ۾ گوشت جو چورايل ٽڪرو ورهائي ڏئي.

باندر ڏاڍو چالاڪ ۽ شرارتي هو. تنهن چيو ته: هائو! آءٌ پوري انصاف سان ورهاست ڪندس. پوءِ ته، هڪدم هڪڙي ترازو ڪڍي آيو ۽ نهي ٽڪي گوشت ورهائڻ ويٺو. باندر گوشت جي ٽڪر ڪي اول ٻه حصا ڪيو. پر جاڻي واڻي اهڙا ٻه حصا ڪيائين، جيئن هڪڙو ٽڪرو وڏو ۽ ٻيو ٽڪرو ننڍو هجي.

پوءِ چا ڪيائين جو هڪڙو ٽڪرو ترازوءَ جي هڪ پڙ ۾،ٻيو ٽڪرو ٻئي پڙ ۾ رکي،ترازوءَ کي مٿي کنيائين ته، وڏو ٽڪرو ڳرو ٿيو ۽ ننڍو ٽڪرو هلڪو ٿيو. پوءِ باندر ڳري ٽڪر مان چڪ هڻي ايترو حصو ڪاڏو،جو اهو ٻئي ٽڪر کان ٻه ننڍو ٿي پيو. هاڻي

ٻيهر گوشت جي ٽڪرن کي توريائين ته هڪ ٽڪرو ڳرو ۽ ٻيو هلڪو ٿيو. هن دفعي به ڳري ٽڪري مان چڪ هڻي ايترو کاڌائين،جو اهو هن ٽڪري کان ننڍو ٿي پيو.

باندر جڏهن ٻه چار دفعا اهڙي ڪارروائي ڪئي، تڏهن گوشت جا ٽڪرا گهڻو ننڍا ٿي چڪا هئا. اهڙو لقاءُ ڏسي، ٻنهي ٻلن گڏجي باندر کي چيو ته: اسان پاڻ ۾ نهي ويا آهيون. انْ ڪري گوشت جا باقي بچيل ٻه ٽڪرا اسان کي ڏي ته پاڻ ۾ پاڻهي ورهائي ڪائيندا اسين.

پر چالاڪ باندر کي پڪل گوشت مزو ڏنو هو، سو ان چيو ته: توهان واقعي راضي ٿي ويندؤ پر عدل ۽ انصاف اجا راضي نٿو ٿئي. ائين چئي گوشت جي ٽڪرن سان ساڳي ڪار وري شروع ڪيائين،تان ته ٻئي ٽڪر کائي ختم ڪيائين.

چوندا آهن ته چورن مٿان مور آهن. سو هت به چور ٻلن لاءِ باندر مور ثابت ٿيو. ٻلن کي گوشت جو ذرو به حاصل نه ٿيو.

# بادشاهہ ۽ قيدي

ڪنهن ملڪ جي بادشاهہ کي هڪ ڏينهن دل ۾ خيال آيو تہ: پنهنجي ملڪ جي جيل جو چڪر ڏئي ڏسان تہ اتي ڪهڙو ماحول آهي. پوءِ تہ بادشاهہ جيل ۾ وڃي پهتو ۽ اتي قيدين کان حال احوال پڇڻ لڳو.

هڪڙي قيديءَ کان پڇيائين: توکي ڇا جي ڪري جيل ۾ وڌو اٿن؟ هن وراڻيو تہ: سائين! مون ڪوبہ ڏوهہ نہ ڪيو آهي. مون تي اجايا الزام هڻي ڦاسايو اٿن ۽ جيل ۾ بند ڪيو اٿن. توهان مهرباني ڪري مون کي جيل مان ٻاهر ڪڍرايو، سائين جن کي ڏاڍيون دعائون ڪندس.

هن کان پوءِ بادشاهہ ٻين قيدين کان بہ نمبروار پڇندو ويو. تہ: توهان جيل ۾ ڇو پهتا آهيو. پر هرهڪ قيدي ائين ئي چئي رهيو هو تہ: آءٌ بلڪل بي قصور آهيان. ڪيس ناحق جيل ۾ وڌو ويو آهي ۽ هرهڪ آزاديءَ لاءِ بہ درخواست ڪئي پئي.

ايتري ۾ بادشاهہ جي نظر هڪ اهڙي قيديءَ تي

پئجي وئي، جيڪو حياء ۽ لڄ سبب ڪنڌ هيٺ ڪيو بيٺو هو، پين قيدين جي پنيان پاڻ لڪائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو، جيئن بادشاهہ هن ڪي ڏسي نہ سگهي. نيٺ بادشاهہ ڦري ان قيديءَ جي سامهون آيو. پڇيائينس تہ: توکي هت قيد ۾ ڇو بند ڪيو اٿن؟

اهڙو سوال ٻڌي،ويچارو سچو پگهرجي ويو، نڙي خشڪ ٿي ويس، ڪجهہ ڳالهائي نہ پئي سگهيو. نيٺ آهستي ڳالهايائين. چيائين: سائين مون وڏو ڏوهہ ڪيو آهي. مون کي شيطان برغلايو، مون هڪ هنڌان چوري ڪئي ۽ پڪڙجي پيس، تڏهن جيل ۾ پهتو آهيان. آءٌ سزا جي لائق آهيان.

هن قيديءَ جو اهڙو جواب ٻڌي، بادشاهہ پين قيدين ڏي ڏٺو ۽ چيائين تہ: بلڪل نامناسب آهي جو هي بي ڏوهي قيدي، هن ڏوهاري قيديءَ سان گڏ رهن. ان ڪري هن چور قيديءَ کي بي ڏوهي قيدين کان پري ڪريو ۽ ڪيس جيل مان ڪڍي ڇڏيو.

پوءِ بادشاهہ چيو تہ پنهنجي اوڻاين ۽ گناهن جو اقرار ڪرڻ، پشيمانيءَ جو دليل آهي ۽ گناهہ جو اقرار نہ ڪرڻ ۽ پاڻ کي بي ڏوهي چوڻ، گناهہ کي چڱي سجهڻ جي برابر آهي.

# پوڙهو هاري ۽ بادشاهہ

ڳالهہ ٿا ڪن تہ ايران ملڪ جو مشهور بادشاهہ نوشيروان رستو وٺيو پئي ويو تہ رستي جي پاسي ۾ هڪڙي پيرسن هاريءَ کي ڏٺائين، جيڪو زيتون جي وڻ جي ڇڪي پوکي رهيو هو. بادشاهہ اتي بيهي رهيو، سوچي رهيو هو تہ: هي پوڙهو شايد سمجهي ٿو تہ: اجا گهڻا سال زندهہ رهندو ۽ هن پوکيل ٻوٽي جو ميوو پاڻ کائيندو. بيهي بيهي نيٺ پوڙهي سان ڳالهايائين

چيائينس تہ: ڏاڏا! هن وقت تنهنجي عمر نہ آهي جو هن وڻ جو ميوو تون کائي سگهين. ڇو تہ، هن ٻوٽي جي جوان ٿيڻ ۽ ڦرجڻ ۾ سال لڳندا ۽ تون جهور ڪراڙو ٿي چڪو آهين.

پوڙهي وراڻيو: اي بادشاهہ سلامت! اسان جي وڏن وڻ پوکيا تہ اسان انهن جو ڦل کاڌو، هاڻي اسان پوکينداسين تہ پونير ان جو ڦل کائيندو. اهڙو سهڻو جواب ٻڌي بادشاهہ پنهنجي ٻوليءَ ۾ چيو ”زِهہ“ يعني واهہ واهہ... ان بادشاهہ جو قانون هوندو هو تہ جڏهن بہ ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ ”زِهہ“ چوندو هو، تڏهن ان کي

هڪ هزار روپيا انعام ڏنو ويندو هو. پوءِ تہ: نوڪرن هن پوڙهي کي مقرر انعام جي رقم ڏني.

پوڙهي انعام وٺي بادشاهہ کي چيو: اي سائين! ٻيا وڻ سالن کان پوءِ وڏا ٿي ڦل ڏين، پر منهنجي ٻوڪيل هن وڻ کي ڏسو تہ ڪيئن نہ تڪڙو ڦل ڏنائين (يعني ٻوٽي پوکڻ سبب هڪ هزار روپيا ملي ويم.)

بادشاهہ کي پوڙهي جو هيءُ جواب تہ اڳئين کان بہ وڌيڪ وڻيو. ڏاڍو خوش ٿيو ۽ وري چيائين "زهہ" (واهہ واهہ) نوڪرن ٻيهر بہ پوڙهي کي هڪ هزار روپيا انعام ڏنو.

انعام وٺي پوڙهي چيو: اي بادشاهہ سلامت توهان ڏنو هوندو تہ: هرهڪ وڻ سال ۾ هڪ دفعو ڦل ڏيندو آهي، پر منهنجي هن پوکيل ٻوٽي، گهڙيءَ ۾ بہ دفعا ڦل ڏنو. اهو ٻڌي بادشاهہ هن ڀيري بہ چيو "زهہ" (واهہ واهہ) پوءِ تہ پوڙي کي ٽيون دفعو بہ انعام مليو.

ان وقت بادشاهہ نوڪرن چاڪرن کي چيو تہ هتان جلدي هلو نہ تہ هيءُ پوڙهو هر هر انعام وٺي اسان جي خزاني کي ئي خالي ڪندو.

سمجهہ ۾ آيو تہ ڪوبہ ڪم ڪجي،تہ ٻين جي عام نفعي جو خيال رکجي. رڳو پنهنجي لالچ نہ هجي.

# پوڙهو ڪاٺير ۽ سندس گڏهه

هڪڙو هو پوڙهو ڪاٺير. اهو ڪٿان گڏهه خريد ڪري آيو. پوءِ ان تي ڪاٺيون رکي بزار ۾ وڪڻي پيٽ گذر پيو ڪندو هو. ڪجهه وقت کان پوءِ هن گڏهه کي وڪڻ جو ارادو ڪيو ۽ مال جي پڙيءَ تي کپائڻ لاءِ گڏهه کي ڪاهي هليو. گڏهه جي ٻچيءَ ۾ ٻڌل رسو پيل هو. پوڙهو ڪاٺير واٽ وٺيو اڳتي هلي رهيو هو ۽ سندس پنيان ساڳيءَ رفتار سان گڏهه هلي رهيو هو.

ڪجهه پنڌ مس هليو ته، ٻن ٺڳن جي نظر پوڙهي ۽ هن جي گڏهه تي پئي. پوءِ ته پاڻ ۾ صلاحون ڪرڻ لڳا ته، ڪهڙي طرح ان پوڙهي کان گڏهه وٺون. پوءِ ٻئي ٺڳ پوڙهي جي پنيان هلڻ لڳا ۽ پوڙهو پوئتي ڏسڻ کان سواءِ اڳتي وڪون وڌائي رهيو هو.

پوءِ هڪڙي ٺڳ چيا ڪيو جو گڏهه جي ٻچيءَ مان رسو ڪڍي، گڏهه پنهنجي ساٿي ٺڳ کي ڏنائين ته ڪاهي هليو وڃي ۽ گڏهه وارو رسو پنهنجي ٻچيءَ ۾ وجهي پوڙهي جي پنيان ساڳيءَ رفتار سان هلڻ لڳو. جڏهن گڏهه وارو ٺڳ نظرن کان پري پهچي چڪو، تڏهن هيءُ ٺڳ هڪ جاءِ تي بيهي رهيو. پوڙهي رسيءَ کي ڇڪيو، ٻِٽ ٻِٽ

ڪئي پر ٽنگ اڳتي ڇريو ٿي ڪونہ. هاڻي پوڙهي پوئتي نهاريو تہ، گڏهہ بدران ماڻهوءَ جي ڳچيءَ ۾ رسو پيل ڏٺائين. اهو لقاءُ ڏسي ڏاڍو پريشان ۽ حيران ٿي ويو. همراهہ ڪان پڇڻ لڳو تہ، منهنجو گڏهہ ڪيڏانهن ويو ۽ تون ڪير آهين. ٽنگ ورائيو تہ: آءٌ اصل ۾ انسان هوس. پر هڪ دفعي ماءُ جو چيو نہ مڃيم. تنهن جي هن ڪاوڙجي مون کي پٽيو تہ: 'شال گڏهہ ٿي وڃين' . ماءُ جي پِٽ سبب سچ پچ بہ گڏهہ ٿي ويس ۽ توهان وٽ رهندي ڪانئيون پيو ڍوئيندو هوس.

اڄ شايد امڙ راضي ٿي دعا ڪئي اٿم، تڏهن وري انسان بڻجي پيو آهيان. هاڻي توهان جي مرضي آهي. اهڙو احوال ٻڌي، پوڙهي کي ڏاڍو ارمان ٿيو جو هيترو وقت هڪڙي انسان تي ڪانئيون ٿي ڍويم ۽ ڪيس سوٽين سان پٽي ڪٽيم. پوءِ تہ ان همراهہ کان معافي گهرڻ لڳو ۽ هن جي ڳچيءَ مان رسو ڇوڙي ٽنگ کي ڇڏي ڏنائين ۽ خالي رستو ڪٽي گهر واپس وريو.

پوڙهو بہ چار ڏينهن رکي، ڪجهہ پئسا هٿ ڪري نئون گڏهہ خريد ڪرڻ لاءِ پڙيءَ تي پهتو. اتي ڇا ڏسي تہ ٻين گڏهن سان گڏ سندس پهريون گڏهہ بہ وڪامڻ لاءِ بيٺو آهي. پوڙهو ڪانئر ان گڏهہ جي پرسان ويو ۽ ڪن ۾ چيائينس تہ: اڙي نامراد وري بہ ماءُ جي بي فرماني ڪيئي ڇا؟ پر آءٌ بہ سياڻو آهيان، توکي اصل خريد نہ ڪندس. ائين چئي ٻيو ڪو گڏهہ خريد ڪري گهر واپس وريو.

روشني پبلڪيشن طرفان ”روشني ٻارن لاءِ“ سلسلو هڪ نئين روشني ٻڌجي نروار ٿيو آهي. ڪو دور هو جو سنڌ ۾ پرڏيهي ادب جو لفظ استعمال ڪرڻ وقت عربي ادب جو تصور به ڪونه ايندو هو. بلڪ عربي ٻوليءَ کي محض مذهبي ٻوليءَ جي روپ ۾ ڏٺو ويندو هو. هن ڪتاب ۾ ٻاراڻي عربي ادب جون چونڊ آکاڻيون پيش ڪري روشني پبليڪيشن نه رڳو ٻارن لاءِ تمام سٺيون آکاڻيون پيش ڪيون آهن، پر سنڌ جي ادبي ڪيتر ۾ عربي ٻوليءَ جو ادبي ۽ سماجي پهلو به روشن ڪيو آهي. ٻاراڻو ادب نالي ۾ ته ٻارن لاءِ هوندو آهي، پر ان ۾ وڏيءَ عمر وارن لاءِ پڻ وڏي وٿ هوندي آهي.

هن آکاڻين جو عربيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو سائين محمد قاسم سومري ڪيو آهي، جيڪو نه رڳو ٻاراڻي ادب تي ايوارڊ حاصل ڪري چڪو آهي، پر ٻارن جي اخلاقي ۽ تعليمي تربيت ۾ عمر به ڳاري چڪو آهي. اميد ته سولي سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيل هي آکاڻيون، ادبي ڪيتر ۾ هڪ نئون باب ۽ ٻارن جي اخلاقي تربيت ۽ علمي ڄاڻ ۾ انقلاب جو اهڃاڻ ثابت ٿينديون.

**حافظ غلام مصطفيٰ**
ليڪچرار عربي ادب
سنڌ مسلم آرٽس اينڊ ڪامرس ڪاليج، ڪراچي

## روشني ٻارن لاءِ

ڪهاڻيون

قيمت 6 رپيا

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پر اسان اِنهن سڀني وچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙھندڙ نَسل (پَــنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناھي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُھديدار يا پايو وِجھندڙ نہ آھي. جيڪڏھن ڪو بہ شخص اھـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُھو ڪُوڙو آھي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏھن ڪـو اھڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُھو بہِ ڪُوڙو آھي.

جَھڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙھا، نيرا، پيلا يا ناسي ھوندا آھن اَھڙيءَ طرح پڙھندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آھـن ۽ ھوندا. اُھي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙھندڙ، بَرندڙ ۽ پڙھندڙ، سُست ۽ پڙھندڙ يا وِڙھندڙ ۽ پڙھندڙ بہ ٿـي سگھن ٿا. بيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آھي.

ڪوشش اھا ھوندي تہ پَــنَ جا سـڀ ڪَـم ڪـار سَـھڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آھـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اھـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ ھِڪَـبِئي جـي مدد ڪَــرڻ جــي اُصــولَ ھيــٺ ڏي وَٺُ ڪنــدا ۽ غيرتجـارتي -non commercial رھنــدا. پَنَــن پــاران ڪتــابن ڪــي ڊِجيِٽــائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو بيو اھم مرحلو وِرھائڻ distribution جو ٿيندو. اِھو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏھن ڪـو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ ھوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون پاڪِ پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)